# حضرت امام حسين عليه السلام
# جو ماتم ۽ گريه زنده
# معجزه آهي

مؤلف

محمد هاشم عرف ميوه خان

قيمت ٣١ نوان پئسا

دفع پهريون ] ٥ [ جلد هزار

# پيش لفظ

سنه ٦١ ھ کان اڄ تائين حضرت امام حسين عليہ السلام جي غم ۾ جيڪي اکين مان ڳوڙها وهيا آهن سي جي هڪ جاءِ تي گڏ ڪجن ته درياءُ وهي اٿي هلي.

(١) غم حسين ۾ عزادارن جي جسمن مان جيڪو خون وهيو آهي سو هڪ هنڌ گڏ ڪجي ته خون جو درياءُ ڏسڻ ۾ اچي.

(٢) ڪربلا جي مٽي (خاڪ شفا) جي قدر جو اندازو ڪجي ته ٻين ملڪن جي مٽيءَ جي هڪ ٻوري جي قيمت ۴ يا اٺ آنا ٿيندي پر ڪربلا جي مٽي جي هڪ ٻوري مان خاڪ شفا جون تسبيحون ۽ ٽڪيون ٺاهجن ته هڪ سؤ روپيه کان به وڌيڪ قيمت جون ٿينديون يعني هڪ ٻوري جي قيمت هڪ سؤ روپيه.

حسيني شهادت اهڙي منظور من الله ۽ مقبول عام آهي ۽ عاشقان حسين ڪربلا جي خاڪ کي چمي اکين تي ر ڪ ٿا، انکي شفاعت جو وسيلو سمجهن ٿا ۽ غم حسي ۾ خون وهائڻ ۽ حسينيت تان جانيون قربان ڪر باعث نجات ۽ برڪت ڄاڻن ٿا.

خادم الملت ميوه خان

١- جولاءِ ١٩٦٤ مطابق ٢٠ صفر ١٣٨٤ھ

# حضرت امام حسين عليہ السلام تي روئڻ زندہ معجزہ آهي

## يادگار ۽ يادگارن ملهائڻ جا قسم

دنيا جي سڀني حق پرستن جا يادگار قائم رکڻ نہ صرف هر سچي انسان جو فرض آهي پر اهو جذبو انساني فطرت ۾ بہ داخل آهي. دنيا جو اهو ڪهڙو ملڪ آهي، ڪهڙي قوم آهي ۽ ڪهڙي جماعت آهي جا حق پرستن جا يادگار قائم نٿي ڪري؟ حق تان سر قربان ڪرڻ وارن جا يادگار نہ صرف قائم رکن ٿا پر انهن يادگارن کي عقيدت ۽ محبت وچان گهڻن ئي قسمن جا مظاهرا ڪري ملهائين ٿا. عيسائي حضرت عيسيٰ جي ياد ۾ پنهن جا نذرانا عقيدت جي ... پيش ڪن ٿا، هندو رام ۽ ڪرشن جا يادگار ...ائم رکن ٿا، مسلمان ميلاد النبيءَ جي ڏينهن ڌام ڌوم ...ان خوشيءَ جا مظاهرا ڪن ٿا ۽ خوشيءَ جا جلوس ڪڍن ٿا ۽ مڪہ معظمہ ۾ حاجي صفا ۽ مروہ پهاڙين تي بيبي هاجره جي ڊوڙڻ جو نقل ڪري ان جي ياد

کي زنده رکن ٿا، ٿن شيطانن کي جنهن نموني حضرت اسماعيل ڪڪرهيون هنيون هيون تيئن ڪڪريون هڻي حضرت اسماعيل جو نقل ڪري اسماعيل جي ياد تازي ڪن ٿا ۽ عرفات جبل تي گڏ ٿي حضرت آدم ۽ بيبي حوا جي گڏجڻ جي يادگي زنده رکن ٿا، فرانس جا رهاڪو جون آف آرڪ جون تصويرون گهرن ۾ رکن ٿا، انگريز نيلسن جي مجسمي تي هار ۽ گل چاڙهين ٿا، روسي لينن جي قبر جي زيارت ڪن ٿا ۽ ان جي قربانيءَ جي ڏينهن کي وڏو نجات ۽ آزاديءَ جو ڏينهن سمجهي وڏو خرچ ڪري ملهائين ٿا. مطلب ته دنيا جي هر قوم، هر ملڪ ۽ هر مذهب جا ماڻهو انهن بزرگن جا يادگار ملهائين ٿا جن جي متعلق کين يقين آهي ته انهن حق، انصاف ۽ انسانيت جي وڏي ۾ وڏي خدمت انجام ڏني آهي. حضرت امام حسين عليه السلام جي بينظير قربانيءَ جو يادگار به جي رکڻو دنيا جي سڀني حق پرست بزرگن جي يادگارن وانگر سمجهو وڃي ته به جيڪر حسيني يادگار تي نقطه چيني نه ٿئي!

## بين الاقوامي يادگار

شهيد ڪربلا جي ياد دنيا جي گوشه

گوشي ۾ مدائي وچي ٿي ۽ تعجب جي ڳالھ، ھي آھي ته نه رڳو مسلمان حسين جو يادگار قائم ڪن ٿا پر ٻين فرقن جا ماڻھو به ان محسن انسانيت جو يادگار ملائڻ ۾ جوش ۽ خروش سان حصو وٺن ٿا. ھندوستان جا لکين ھندو امام حسين عليه السلام جو تعزيه رکڻ برڪت جو باعث سمجھن ٿا، حسين جي نالي تي شربت ورھائين ٿا، حسين جو نانءُ ڪيترا ۽ شھيد انسانيت جي عشق ۽ محبت ۾ عقيدت جو اظھار ڪرڻ واجب سمجھن ٿا، آخر ڇو؟ امام حسين سان نه انھن جو نسلي رشتو آھي، نه وطني تعلق، نه ڪي مذھبي لاڳاپو، ان ھوندي به لکين ھندو محرم جي اچڻ شرط ڇو خرچ ڪري تعزيه ٺاھي عقيدت جو اظھار ڪن ٿا؟ ان جو سبب صاف ظاھر آھي ته ھندو سمجھن ٿا ته جيڪا خدا پرستيءَ جي تعليم ويدن ۾ ڏني وئي آھي تنھن جو حسين بينظير مصداق ۽ جيئري جاڳندي تصوير آھي. "ڪرم" جي شڪل ۾ فرض شناسي جو سبق جيڪو ڀڳوت گيتا ڏنو آھي، حسين ان جو مڪمل ۽ جامع عملي تفسير آھي. اھوئي سبب آھي جو ھندو حسين عليه السلام سان عقيدت رکن ٿا ۽ ڪين ٻنھن جو محسوس ڪن ٿا، ڇو ته انھن کي حسيني سيرت ۾ انسانيت جا اھي جوھر نظر اچن

ٿا جي نہ فقط لافاني آهن پر نسل، وطن، مذهب، رنگ ۽ زبان جي اختلاف کان بہ بالاتر آهن جن تي هر ملڪ ۽ هر نسل جا ماڻهو قيامت تائين فخر ڪن تہ بجا آهي. اهوئي سبب آهي جو هر مذهب ۽ ملت جا ماڻهو حسين سان محبت جو شوق رکن ٿا، ۽ يادگار قائم ڪن ٿا انهي ڪري حسيني يادگار کي بين الاقوامي حيثيت حاصل ٿي رهي آهي. بين شخصيتن جا يادگار بہ ملهايا وڃن ٿا ليڪن حسين جي يادگار جو نمونو ۽ ان جو انداز ٻين بزرگن جي يادگارن کان بلڪل نرالو آهي انڪري ان تي روشني وجهڻ ضروري تصور ڪئي وڃي ٿي.

## حسيني يادگار جي خصوصيت

ٻين بزرگن جون يادگارون هميشه خوشي ۽ مسرت جي هجوم ۾ ملهايون وڃن ٿيون جهڙوڪ عيسائين جو نانال، هندن جو ڏسهڙو يا ڏياري، مسلمانن جون عيدون ۽ پارسين جو جمشيد نوروز. اهي سڀ ڏينهن مذهبي بزرگن جون يادگارون آهن، ليڪن اهي سڀ يادگار خوشيءَ جي صورت ۾ ملهايا وڃن ٿا، ناچ گانا، عيش ۽ مسرت جون محفلون انهن يادگارن ۾ برپا ٿين ٿيون. مطلب تہ دنيا جي سيني مذهبن ۽ ڌرمن، قومن ۽ جماعتن ۾ جيڪي بہ يادگار ملهايا وڃن ٿا تن سيني

۾ خوشي جا مظاهرا ڪيا وڃن ٿا، فقط حضرت امام حسين عليہ السلام جي هڪڙي ئي يادگار آهي جا غم جي گوڙهن سان مڙهيل وڃي ٿي، تنهن ڪري حسيني يادگار جو رنگ روپ ٻين بزرگن جي يادگارن کان نرالو ۽ عجيب آهي.

امام حسين جي ياد ۾ ماڻهو روئن ڇو ٿا؟ کلن ڇو نٿا؟ ان جو ڪو به منطقي جواب ملڻ محال آهي! سمجهڻ ۾ اچي ٿو ته بزيدي لشڪر قانون فطرت سان مقابلو ڪري حضرت امام حسين عليہ السلام جي عزيزن کي امام حسين جي شهادت تي روئڻ کان زوريءَ منع ڪئي ان ڪري قدرت فطري قانون جو ثبوت ڏئي امام حسين جي مظلومي تي گريہ کان منع ڪرڻ جو هي ري ائڪشن ڪري ڏيکاريو جو اڄ تائين امام حسين جو يادگار غم، روئڻ ۽ سينہ زنيءَ سان مڙهيو وڃي ٿو. هاڻي ويچار ڪري ڏسو تہ انهي غم جي يادگار کي معجزہ تصور ڪجي يا ڪنهن ٻيءَ معنيٰ سان نسبت ڏجي؟ سوال پيدا ٿئي ٿو تہ معجزہ ڇنجي چاکي ٿو؟ معجزي جي معنيٰ آهي اهو ڪم جو عقل کي عاجز ڪري يعني جنهنجو عقلي، منطقي يا سائنٽفڪ سبب بيان ڪري نہ سگهجي، ان هوندي بہ اهو واقعو هميشہ ٿيندو رهي تنهنجي سمجهائي کهڙي؟

حسين عليہ السلام تي روئڻ بعد اهڙي قسم جو واقعو آهي جو عقلي اعتبار سان بلڪل ناممڪن چئو نہ اسين هڪ اهڙي انسان تي جنهن سان نہ رشتيداري آهي نہ ملڪي تعلق، ازآنسواء ان انسان کي شهيد ٿئي چوڏهن سؤ سال گذري چڪا هجن. ان هوندي بہ ان واقعي تي اڄترو روج راڙو ڪريون جو روئي روئي ڪيئن بيهوش ٿيو وڃن ۽ ڪيئن ان جو غم ياد ڪري چريون ۽ زنجير هڻي جسم کي رتو رت ڪريو ڇڏين ۽ هر سال ڪندا رهن تنهن کي معجزہ نہ چئجي تہ ٻيو ڇا چئجي؟ غور ڪريو تہ پنهنجا ابا ڏاڏا جن جو خون اولاد جي جسم ۾ موجود آهي تن جي موت تي بہ گريہ ۽ غم ضرور ٿئي ٿو پر مهنو يا بہ مهنا يا گهٽي ۾ گهٽو سال يا ٻہ سال تنهن کان بعد جيئن وقت گذرندو وڃي تيئن غم جو اثر لهندو وڃي آخر نتيجو اهو ٿو نڪري جو اهو غم دل تان قطعي مٽجو وڃي. ان نظريہ جي برعڪس هڪ اهو انسان جنهن سان نہ رشتيداري آهي نڪي عزازت ۽ ان جي شهادت کي چوڏنهن سو ورهيہ گذري بہ چڪا آهن تہ بہ هر سال گذرڻ سان کان زياده ماتم ۽ غم ٿيندو رهي تنهن جو عقل وٽ ڪو بہ جواب نہ آهي تڏهن

امام حسين تي گريه ۽ زاري ڪرڻ کي معجزه نه سڏجي ته پوءِ ڇا سڏجي؟

قبول ڪجي ته واقعو دردانگيز آهي، قرباني عظيم المرتبت آهي، ته به انساني همدرديءَ جي تقاضا هيءَ آهي ته جڏهن هڪ دردناڪ واقعو ٻڌجي ته اکين ۾ ڳوڙها پرجي اچن ليڪن اهو ساڳيو واقعو بار بار ٻڌبو ته ان جو اثر جهڙو پهرين دفع ٿيو تهڙو هر هر ٻڌڻ سان نه ٿيندو! مثال طور هڪ ٽريجڊي (اهو واقعو جو مظلوميت سان ٿي گذري”) تي پهرين دفعي روئڻ اچي ويندو، ٻئي ۽ ٽئين دفعي ٻڌڻ سان افسوس ٿيندو پر ڏهه پندرهن دفعا پڙهڻ کان پوءِ ان ۾ درد جو اثر جيترو پهرين ٿيو ٿي سو هرگز نه ٿيندو، ليڪن امام حسين عليه السلام جو داستان ماڻهو هزارين دفعا ٻڌن ٿا، محرم ۾ رات ڏينهن اهو ذڪر ٿئي ٿو ۽ محرم کان بعد به سڄي سال ۾ اهو ذڪر مجلسن ۾ سلسليوار جاري رهندو اچي ٿو ته به هر وقت ماڻهو روئن ٿا ۽ انهن جي دلين تان ان واقعي جو دردناڪ اثر ڪڏهن به ختم نٿو ٿئي، پاڻ جيترو زياده ان واقعي کي ٻڌن ٿا اوترو زياده امام حسين عليه السلام تي روئن ٿا سو عقلي اعتبار کان

قطعي ناممڪن آهي تڏهن ان کي زنده معجزه نه سڏجي
ته ٻيو ڇا سڏجي؟

غم جي متعلق هي ڪلي قاعده آهي ته وقت گذرڻ
سان گڏ و گڏ غم به ختم ٿي وڃي ٿو. ڪنهن جو
پيارو عزيز مري ٿو ته ماءُ ۽ پيءُ جي غم جي انتها
نٿي ڏسڻ ۾ اچي، اهي روئن ٿا، دانهون ڪن ٿا ۽
دردناڪ جملا زبان تي آڻي پنهن جي دل کي به هلائي
ڇڏين ٿا ليڪن ٻه چار سال گذرڻ کان بعد انهي ساڳئي
عزيز جي لاءِ اک مان هڪ ڳوڙهو به نٿو ڪري، گهٽ
۾ گهٽ ٿڌو ساهه ڀري خاموشي اختيار ڪئي وڃي ٿي،
ڏهه ٻارهن سال گذري وڃن ٿا ته اها ڪيفيت به نٿي
رهي. جيئن جيئن وقت زياده گذرندو وڃي ٿو تيئن
تيئن اهو دل جو ناسور ميٽبو وڃي ٿو تڏهن انهي
قانون کي نگاهه ۾ رکي انصاف سان ڏسو ته چوڏهن
سون ورهين گذرڻ کان بعد به ماڻهو امام حسين جي غم ۾
روئن ٿا روئي روئي بيهوش ٿي وڃن ٿا ۽ پاڻ کي رتو
رت ڪري ڇڏين ٿا تنهن جي سمجهاڻي عقلي اعتبار
سان ناممڪن آهي نڪي سائنٽيفڪ يا منطقي دليل سان
ڏني سگهڻ جهڙي آهي. انسان جو عقل انهي موقعي
تي حيران ٿي وڃي ٿو، ان ڪري عقل منطق ۽

سائنس جي سڀني اصولن کي ٽوڙي ڇڏڻ وارو
ڪربلا جو واقعو جو سڄي دنيا ۾ هر جڳهه تي
ملهايو وڃي ٿو تنهنکي معجزو نه چئجي ته ٻيو ڇا چئجي؟

## غم کان پري ڀڄڻ

نفس انساني جو هي اصول آهي ته انسان غم کان
دور رهڻ چاهي ٿو ۽ خوشيءَ جون گهڙيون گذارڻ
پسند ڪري ٿو پر امام حسين عليه السلام جي غم
۾ ماتم جون مجلسون برپا ڪرڻ. ان تي هزارين
روپيا خرچ ڪرڻ. ماڻهن جو ذوق شوق سان شريڪ
ٿيڻ - روئڻ، ماتم ڪرڻ، ۽ زنجير ۽ تلوارون هڻڻ ۽ هڪ
مجلس مان اٿي وري ٻي مجلس ۾ شوق سان وڃڻ حتيٰ ڪه
سڄو ڏينهن مجلسن ۾ ڀڄڻ ۽ هر مجلس ۾ روئڻ ۽ روئڻ
۾ لذت محسوس ڪرڻ انساني عقل ۽ فطرت جي قطعي
خلاف آهي. اهي سڀ ڳالهيون نه رڳو جوانن سان
تعلق رکن ٿيون پر ٻار ۽ پوڙها به مجلسن جي پچا
ڪندي وڃو شريڪ ٿين ۽ بئريسٽر هجن يا
انجنيئر، جج هجن يا مئجسٽريٽ، ملازم پيشا هجن يا
واپاري پنهنجن ضرورتن کي نظر انداز ڪري مجلسن ۾
شريڪ ٿي ڪري. ۽ ماتم ڪن ٿا سو ڇو؟ انهي ڪي
اٿين ڪرڻ مان کهڙو دنيوي فاعدو حاصل ٿئي ٿو؟

انهن جو امام حسين عليه السلام سان ڪهڙو ملڪي يا عزيز داري جو تعلق آهي؟ اهڙي حالت ۾ ان کي معجزو نه سڏجي تہ ٻيو ڇا سڏجي؟

حقيقت هيءَ آهي تہ امام حسين بيشڪ زنده معجزو آهي. اهو خدا جي طرف کان امام حسين عليه السلام جي مظلوميت ۽ فدائيت جو انعام آهي! اهو انهن اکين جي ڳوڙهن جي قيمت آهي جو امام حسين جي خاندان جي ٻيبين کي امام حسين تي روئڻ کان منع ڪئي وئي انهيءَ حد تائين جو جي ڪنهن ٻيبيءَ جي اکين مان لڙڪ ڪرندو ٿي تہ انهن کي درا ۽ چهبڪ هنيان ويا ٿي محض هن سياسي نقطہ سان تہ روئڻ جي ڪشش سبب عام ماڻهو متاثر ٿين ٿا ۽ جي انهن جي دلين ۾ مظلومن ڏي همدردي پيدا ٿي تہ حڪومت جي خلاف بغاوت تي آماده ٿي ويندا. اهو ئي سبب هو جو خاندان رسالت جوڻ ٻيبيون پنهنجن مظلوم وارثن تي روئي نہ سگهيون - علي ابن الحسين جنهن ساري عمر ڪربلا جي واقعي تي روئي گذاري تنهنکي پنهن جي مظلوم پيءُ، نوجوان ڀائرن ۽ شير خوار علي اصغر جي غم ۾ روئڻ نہ ڏنو انڪري رئڻ جهڙي فطري شي کان منع ڪرڻ تي قدرت کي اهڙو جلال آيو

جو آسمان رنو، زمين رني، چرند رنا، پرند رنا، ماسوا انجي قدرت هي فيصلو به ڪري ڏيکاريو ته حسين تي ڪل مخلوق روئي. هڪ به ڏينهن نه پر قيامت تائين روئي. اهو قدرت جو فيصلو جاري آهي جو دنيا جي گوشه گوشه ۾ لکين ماڻهو امام جي مظلوميت تي رئن ٿا، ماتم ڪن ٿا، لاکون روپيه رئڻ جي مجلسن تي خرچ ڪن ٿا ۽ امام حسين عليه السلام جي غم ۾ روئڻ ۽ ماتم ڪرڻ جي لذت الهيءَ حد تائين محسوس ڪن ٿا جو ان غم کي قائم رکڻ لاءِ پنهنجون پياريون حياتيون به قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو بيهن! انصاف روءِ فيصله ڪريو ته قدرت جي منشاءَ ان غم کي باقي رکڻ لاءِ جي ڪارفرما هجي ته امام جي ماتم خاطر ماڻهون پنهنجون پياريون حياتيون قربان ڪرڻ لاءِ ڇو تيار ٿين؟

دنيا ۾ هزارين اوليا الله ٿي گذريا، پيغمبر ۽ انهن جا اوصيا آيا ۽ پنهنجو وارو وڄائي ويا. انهن سڀني پنهنجي پنهنجي حياتيءَ جي وقت ۾ هزارين معجزا ڏيکاريا، ڪنهن مردن کي جيئرو ڪيو، ڪنهن بيمارن کي تندرست ڪيو، ڪنهن بياه کي گلزار بنايو، ڪنهن دريا کي ٻن حصن ۾ ورهايو ليڪن اهي معجزا هر هڪ بزرگ ڪري ضرور ڏيکاريا پر جڏهن اهي دنيا

چڙهي ويا تنهن اهي معجزا بہ، پاڻ سان کڻي ويا- اڄ انهن معجزن جا داستان فقط ڪتابن جي ورقن ۾ موجود آهن، جيڪڏهن ڪو دهريو انهن معجزن کان انڪار ڪري تہ مذهب پرست دنيا کي انهن معجزن جي ثابت ڪرڻ ۾ حد درجي جي دشواري پيش اچي، ليڪن امام حسين عليہ السلام جو معجزو اڄ بہ زنده آهي ۽ گهوڙهن ۽ سينہ زنيءَ جي شڪل ۾ سون ورهن کان اسان جي نگاهن جي اڳيان موجود آهي. اهو اهڙو لاجواب معجزه آهي جنهنکي ڏسي ڪو بہ انبياءَ جي معجزن کان انڪار ڪري نہ سگهندو.

اڳين نبين جا معجزا دنيا جي ڪن خاص حصن ۾ ٿيا نہ ساري دنيا ۾. حضرت موسيٰ جا معجزا نيل نديءَ تائين محدود رهيا، حضرت عيسيٰ جا معجزا بيت المقدس تائين ظهور ۾ آيا، حضرت ابراهيم جا معجزا بابل تائين محدود رهيا، ٻين ملڪن ۾ انهن جو ڪو بہ اثر ڏسڻ ۾ نہ آيو، ليڪن امام حسين عليہ السلام جو هي معجزو ساري دنيا ۾ موجود آهي، عراق هجي يا ايران، انڊونيشا هجي يا ملايا، چين هجي يا هندوستان، مصر هجي يا موراڪو، پاڪستان هجي يا افغانستان، محرم آيو ڏي ڪين تہ دنيا جي هر ملڪ ۾ امام حسين جي ماتم جو فرش و چانئجي ويو، ماڻهن امام حسين تي روئڻ شروع ڪيو ۽ سينہ زني ۽ ماتم جا مظاهرا ڪيا

اھڙيءَ ريت اھو زنده معجزو ڪھڙو ڪري ساري دنيا ۾ اھڙو جلوه گر آھي جو عقل کي حيران ڪري ڇڏي ٿو.

ھيءَ ڳالھه به ڏيان طلب آھي ته سيده جي لال امام حسين عليه السلام تي روئڻ ۽ ماتم ڪرڻ کي اميه ۽ عباسي حڪومتن بغاوت پيدا ٿيڻ جو وڏي ۾ وڏو نقصان ڪار ۽ مهلڪ ھٿيار سمجھي رئڻ کي ڏوھه ۽ گناه ٺھرائي امام جي ماتم دارن کي قتل جون سزائون ڏيڻ جائز سمجھون، انھن جو مال ۽ اسباب لٽڻ مباح سمجھو، انھن کي شھر نيڪاليون ڏنيون، ڪين ديوارن ۾ بيھاري ڇتيون ڪڙيون ڪيون ويون ۽ اونداھي ڪوٺڙين ۾ قيد رکيو ويو، ليڪن ايڏي جبر، تشدد ۽ زور آزمائي جي باوجود به امام حسين جو ماتم جاري رھيو، ماتم دار موت قبول ڪندا رھيا، پنھنجي تباھي ۽ بربادي سھندا رھيا ليڪن امام حسين عليه السلام تي روئڻ ۽ ماتم ڪرڻ کان باز نه آيا. تڏھن ھيءَ حرفت به پڪيڙي وئي جو پگھاردار مولوي ملڪان ملڪ پروپيگنڊا لاءِ مقرر ڪيا ويا جي پنھنجن وعظن ۽ تقريرن ۾ امام حسين عليه السلام جي ماتم کي بدعت جو رنگ ڏيندا رھيا، ماتم ڪرڻ وارن کي جھنم جو

خوف ڏياريندا رهيا، حسين عليہ السلام جي ماتم دارن
کي ڪافر سڏيندا رهيا، ۽ پنهنجي ساري تقريري،
تحريري ۽ علمي قوتون امام جي ماتم کي بند ڪرائڻ
لاءِ استعمال ڪندا رهيا، انهي غرض سان نہ امام جو
ماتم بند ٿي وڃي، ليڪن جئن حڪومتن جون طاقتون
امام حسين جي روئڻ بند ڪرائڻ ۾ ناڪام ثابت ٿيون
تئن ساڳي طرح مولوي صاحبن جون تقريرون بہ ناڪام
۽ ناڪامياب ثابت ٿيون. اهي طريقا بہ چار سال نہ پر
سوين ورہ جاري رهيا ۽ اڃا تائين بہ جاري آهن، جن
جو سبب سواہ هنجي ٻيو ڪو بہ سمجهڻ ۾ نٿو اچي
نہ حڪومتن جي تنخواہ دار مولوين درسي ۽ فقہ جي
ڪتابن ۾ عزاداريءَ کي بدعت ۽ خلاف شرع ٺهرائڻ
جو رنگ ڏنو، جن ڪتابن جي پڙهڻ ۽ پاڙهڻ سان
اثر انداز ٿي مولوين ماڻهن تي اثر وجهڻ لاءِ نهن
چوٽيءَ جو زور لڳايو ۽ اڃان بہ اهو سلسلہ جاري
رکندا اچن ٿا بہ امام جي غم ۾ ذري برابر بہ فرق
پيدا نہ ٿيو آهي، پاڻ روز بروز حسين جو ماتم ترقيءَ
ڏي مائل آهي ۽ هر گهر سان، هر امام باڙي سان ۽
گهٽيءَ گلي سان ”حسين حسين“ جا آواز بلند ٿيندا
نظر اچن ٿا ۽ حسين جي غم ۾ اکين سان ڳوڙهن

جون نهرون هر وقت جاري ٿينديون نظر اچــن ٿيون تڏهن ان کي معجزو نہ سڏ جي تہ ٻيو ڇا سڏجي؟

تعجب هن ڳالهہ جو آهي تہ ماڻهو هي زنده معجزو ڏسي ڪاٻوه بہ ان تي ايمان نٿا آڻين! منهنجو خيال آهي تہ فقط مسلمان نہ، پر دنيا جي سڀني مذهب پسند انسانن کي ان زنده معجزي تي فخر ڪرڻ گهرجي ۽ لا مذهبن جي مقابلي ۾ امام جي ان زنده معجزي کي پوري طاقت سان پيش ڪري انهن کان پڇڻ گهرجي تہ عقل ۽ منطق جي ڪهڙي اصول جي ماتحت امام حسين عليہ السلام جو غم هميشہ ٿيندو رهي ٿو؟ ان جــو سائنٽيفڪ سبب ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟ ۽ ڪيئن اهو ممڪن آهي تہ چوڏهن سؤ ورہ اڳ ے ڪنهن بہ پٺي شهيد ٿيل هڪ انسان جي غم ۾ ساري دنيا اهڙي طرح روئي نٿي ڏيکاري جهڙي طرح امام حسين عليہ السلام تي روئي ٿي؟ مونکي يقين آهي تہ انهن سوالن جو دهرين ۽ لا مذهب وارن وٽ ڪو بہ معقول جواب نہ آهي۔ پاڻ جي لامذهب ۽ دهرين ۾ انصاف جو مادو موجود هوندو تہ ماتم جي حقيقت تــي غور ڪري کين قبول ڪرڻو پوندو تہ بيشڪ مذهب پرستن جو عقيدو دهريــن ۽ لا مــذهبن جــي مــقــابــلـي ۾

مذهبن جي صداقت جو لا جواب ثبوت آهي!
جيڪڏهن ڇو وڃي ته امام حسين جا مڄيندڙ مذهبي
جوش ۽ پنهنجي رهنما سان گهري عقيدت ۽ محبت
رکڻ ڪري امام جي غم ۾ ڳوڙها ڳاڙين ٿا ته سوال
هي پيدا ٿو ٿئي ته هندن کي رام ۽ ڪرشن سان
محبت نه آهي؟ ڇا عيسائين کي حضرت عيسيٰ سان
سچي عقيدت نه آهي؟ ڇا سکن کي گرونانڪ ۽ گرو گوبند
صاحب سان عشق نه آهي؟ ڇا مسلمانن کي حضور
رسول الله صلي الله عليه و آله وسلم ۽ اصحاب ڪرام
سان سچي محبت نه آهي؟ ڇا ڪميونسٽن کي مارڪس
۽ لينن سان گهري محبت نه آهي؟ جيڪڏهن آهي ته
ڪهڙو سبب آهي جو حضرت عيسيٰ کي صليب تي
چاڙهڻ تي عيسائي ڇو نٿا روئن، گرونانڪ ۽ گرو گوبند
صاحب جي مصيبتن کي ياد ڪري سک ڇو نٿا رئن،
اصحاب ڪرام جي قتل تي ۽ شهداء احد ۽ بدر جي
ياد ۾ مسلمان ڇونٿا غم جون مجلسون برپا ڪن،
مارڪس ۽ لينن جي غم ۾ ڪميونسٽ غم جا مظاهرا
ڪري ڇو نٿا رئن؟ فقط امام حسين جي غم ۾ مجلسون
برپا ٿين ٿيون، ماتمي جلوس نڪرن ٿا، اکين مان
ڳوڙها وهن ٿا سو عقيدي جو ڪهڙو قسم آهي جنهن

جو تعلق صرف امام حسين عليہ السلام سان لاڳو
ٿئي ٿو ۽ ٻين بزرگن جي غم جي داستانن پڙهڻ ۾
نٿو ٿئي سو ڇو؟ مونکي يقين آهي ته ان جو ڪو به
معقول جواب ممڪن نہ آهي، جيڪڏهن ان جو ڪو
جواب آهي به ڪٿي ته صرف هي نہ اهو رڳو معجزو
آهي ۽ حضرت امام حسين عليہ السلام پنهنجي شهادت
کان بعد به اهو اهڙو معجزو ڇڏي ويو آهي جو دنيا
کي حقانيت، روحانيت ۽ مذهبن جي صداقتن جي طرف
هميشه رهنمائي ڪندو رهندو.

خادم الملت
ميوه خان

# وا حسينا جي صدا

مرحوم هزهائنيس مير محمد حسن علي خان ٽالپر

بعد مدح - مجتبيٰ مدح - شهيد - ڪربلا

جنهنجي غم ۾ عرش و ڪرسي آسمان رت رنا

۽ لکن ٿا ايئن ته هئي سرخي شفق جي پيشتر

سيدالشهدا جي غم کئون سرخ ٿيو صبح و مسا

آسمان رت رنو ان طرح بهر- شاهدين

جيڪي ڪپڙا سرخ ٿيا قاتا ته تن مان داغ ويا

انبيائن رت رنو پيش از وقوع - واقعه

سيدالشهدا جي غم ملڪن ۾ هو آه و بڪا

رت رنو ٿي حضرت- زهرا ۽ شاه- لافتا

مجتبا رت ٿي رنو رت ٿي رنو خير الورا

زياد جي پٽ وٽ جڏهن آندائون سر شاه- شهيد

رت رنو دارالا مارت جي در و ديوار ها

جن و انسان و ملڪ هن غم کئون غمگين ٿيا تمام

جي جنن نوحا ڪيا ماڻهن ڪئن پنهنجي ٻڌا

سومدا ڪن ڏئي ٻڌو هي آهي طرفه ماجرا

جنهنم ناهي ڪذب ۽ بهتان ني ڪا افترا

آهي منهنجي خود بزرگن جي چيل هي سرگذشت
منهنجي والد جي ڪيل منهنجي پڙل هي ماضِيُ
پيءُ ۽ چاچو منهنجو ٻئي گڏجي جبل جي وياشڪار
انقاقاً هڪ اڳا نزديڪ هو ماه عزا
ياٿرن گڏجي ٻنهي ڏڪجاجبل ۾ ڪيو ٿي صيد
جڏ ٿيو قرب سال آخر جو ز دور ماه ها
يعني آخر سال ذيحجه ستاويهين جي صبح
ياٿرن گڏجي چئي هڪ ٻئي کي هنپر مدعا
۽ چياءُ اڄ نا ڏو ٻهرن تائين جيڪي ٿي شڪار
سو ڪري موٽي پوءِ ورنداسون ڏو ٻهري ڏي سگها
آهي انگاسن جي لاهڻ لئي ستاويهين تعين
مومن کي ان ۾ لهو و لعب ڪيئن آهي روا
پر ڏو ٻهري ڪٿون اڳي موٽي ڏو ٻهري تي اچي
چائون موٽڻ جو سبب ڪهڙو سو گهرجي برملا
تڏ چيو چاچي ابي کي چئو تون ڪيئن آئين وري
تڏ ابي چيو ٻهرين چؤ تون ڪيئن سگهو موٽئين ادا
ٻهرين تون چوندين مونکي موٽي اچڻ جو جڏ سبب
تڏ ڪندس تو سان حقيقت جنهن کون موٽيس هن ولا
پاڻ فرمايئين مونکي هو قصد نا وقتي د و پاس
تنهنکانپوءِ گڏجي وڃون ٻئي ياٿر سوئي خانها
پر جڏه پانيم وڃي مشغول ٿيان اندر شڪار

هر طرف کڻون سون ٻڌي هئي هئي حسينا جي صدا
نڌ ڇيو چاچي اهو سوٽڻ جو منهنجي ٿيو سبب
هر طرف کڻون ٿي ٻڌم هئي هئي شهيد۔ ڪربلا
نڌ وري دهشت کڻون آءٌ موٽي ڏو پهري ڏي وريس
اتفاقاً جڏهن ٻڌي سون وا حسينا جي صدا
ٿي ٻڌي هي ناله و فرياد سون هر سمت کڻون
ٻر ڪو چولڊ ڙ ڪونه ظاهر هوءِ ڪو ٻيو برملا
موٽي چانو شش جهت کڻون آهي هي نالهٔ بلند
هر طرف ڪوڻ وا حسيدا وا حسينا جي صدا
شه جي ماتم جي صدا ٿي منجهه زمين و آسمان
مومنا ان ڏيهن ماتم شه جو آهي جا بجا
انبياڻن نت ڏني هن حادثي جي ٿي خبر
مصطفيٰ هي راز ظاهر ڪيو هو پيش از سالها
مرتضيٰ مولا علي صفين ڏي ويو جنگ ٿي
غرض ره ۾ جڏ گذر مولا جو ٿيو از ڪربلا
ان قدر گريان ٿيو هن حادثه جي ياد ۾
تر ٿيو ڳوڙهن کون مبارک روءِ شاه۔ لافتا
انکونپوءِ حضرت حسن هن حادثه کڻون روز شب
ياد شاه۔ ڪربلا ڪيو ٿي رنو صبح و مسا
ضبط گهرجي ڪين منجهه ماتم شهيد۔ ڪربلا
تون به رو جي آهين ناجي کر چگن سان اقتدا

هيءُ ڪتاب محمد هاشم عرف ميوو خان

پبلشر ۽ پرنٽر پنجتني اماميه اليڪٽرڪ

پرنٽنگ پريس ۾ ڇپي انجمن اماميه

اسٽيشن روڊ حيدرآباد

مان شايع ڪيو ۱ جولاءِ ۱۹۶۴